ڇاپو: پهريون]                    [تعداد: هڪ هزار

رمضان المبارڪ ۱۴۰۰هه، مطابق آگسٽ ۱۹۸۰ع



قيمت ۳۰-۰۰ روپيه

ڇپائيندڙ:

سيد خادم حسين شاهه

ملڻ جو هنڌ:

۱- ميمڻ عبدالوحيد سنڌي، لاهوري محلو لاڙڪاڻو.
۲- عجائب اسٽورس، فريئر روڊ، سکر.
۳- ادبيات بڪ سيلرس، هاسپيٽل روڊ، حيدرآباد.

---

هي ڪتاب سيد خادم حسين شاهه، ڊائريڪٽر سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو، نيوگرين پرنٽرس، صدر حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

## سنڌ جا پارسي شاعر



## باب چوڏهون

## سنڌيءَ ۾ نعتيه شاعري



### فصل ٻيو

### الف اشباع ڪبت ۽ بيت

## سنڌ جي شاعرن جو عربيءَ ۾ نعتيہ ڪلام



## باب ٻيون

## فارسيءَ ۾ نعت گوئي

## فصل ٽيون

### مدح، مناجات، مناقبا ۽ معجزا

## فصل چوٿون

### ڏيهه اکري، لولي، سهرو



## فصل پنجون مولود ١١٩

## فصل ڇهون



## فصل ستون

### مولود خواني ١٢٣

## فصل اٺون



## متن

## ڀاڱو پهريون

### مولود ۽ نعتيه غزل

## پاڱو ٻيو

# (٢٨) نعتيه غزل

معراج هليو سرتاج نبي، ڪري ويس وڳا وهواهه بنا،
جبرئيل ٿيو صدقي صدقي، چئي اي صل علي وهواه بنا.
١- بيٺا ملڪ فلڪ جا قطار ڪري، ليوليو دُرج گوهر جانثار ڪري،
هڪ ٻئي کي چون جيءُ جان فدا، آيو نور هدا وهواهه بنا.
٢- جيڪي مرسل سان موجود هئا آدم کان وٺي تان عيسيٰ،
جنهن جنهن ٿي ڏٺو تنهن هئن ٿي چيو، محبوب خدا وهواهه بناه
٣- جڏهن قاب قوسين (١) جو قرب لڌو، تڏهن او ادنيٰ (٢) جو اسرار آڏو،
تڏهن پردو کٽي حق هيئن ٿي چيو، منهنجو ماهه لقا وهواهه بنا.
٤- گلزار خدائي جو گل ڦل، مقصود مڙئي مخلوق جو ڪل،
تنهنجو مدح سرا سڪين ”بلبل“، قمريءَ جي صدا وهواهه بنا.

— شمس الدين بلبل

# (٢٩) مولود

ٿلهه- اندر ۾ طلب رک مومن، سدا الله اڪبر جي.
١- اندر سمجهاءِ من ماري، نه وڃ تون ٻئي جي اوتاري
پڙهو صلواة کي ساري، رسول الله پيغمبر جي.

---

(١) قاب قوسين = ڪمان جي ٻن گوشن جي وچ ۾.
(٢) او ادنيٰ = يا اڃا ان کان به وڌيڪ ويجهو.
(مٿيان ٻئي الفاظ معراج جي متعلق آهن ۽ ٻئي قرآن مجيد جا الفاظ آهن. الله تعاليٰ حضور جن سان پنهنجي ملاقات جو ذڪر ڪندي فرمايو آهي ته نبي ڪريم ﷺ معراج واري رات الله تعاليٰ سان ملاقات ڪرڻ وقت، الله تعاليٰ جي ذات پاڪ کي ايترو ويجها هئا، يعني الله تعاليٰ ۽ رسول جي وچ ۾ ايترو فاصلو هو، جيترو ڪمان جي ٻن گوشن ۾ هوندو آهي يا اڃا ان کان به وڌيڪ ويجهو).

٢- لاڙو سين لوڪ جو ملمو، ڪيڏو سين غير سڀ دل مون
پڙهيو سين قلب مان ڪلمو، لٿي پلڪار محشر جي
٣- ڇوي آسو براڻي سان، ڇڏائيندو پاڻ پلاڻي سان
ورتيم دامن سچائي سان، رسول الله انور جي.

-آسورام "آسو"

## (٣٠) نعتيه غزل

والشمس الضحیٰ وصف آهي روئي محمد،
والليل بيان وصف ٿي گيسوئي محمد،
آ مطلع انوار خدا روئي محمد،
دل منهنجي جو ڪعبو آ سدا ڪوئي محمد.
گردون ۾ خورشيد هلال انجي صفت آهه،
هيءَ روئي محمد، هو آ ابروئي محمد.
الله جي وحدت جو اشارو ٿو ڏيکاري،
صورت ۾ الف جي قد دلجوئي محمد.
احمد جي پسند خلق خدا پاڪ کي آهي،
ڇا صلي علیٰ آهي نڪو خوئي محمد.
ڇا حسن جو جذبو آهي الله جي قدرت،
خالق به آهي شيفتهء روئي محمد.
الله الصمد قرب هو معراج ۾ کهڙو،
قوسين ڪمان پڻ ويجهو هو زانوئي محمد.
جبرئيل جي جاءِ نه هئي جائي ويڻ جي،
نعلين سان هئي تاتب تڪا پوئي محمد.

سيد صالح شاهه جيلاني: ولد غلام محي الدين شاهه راڻيپور درگاهه جو سجاده نشين، ولادت ۱۸۶۹ع، وفات ۱۹۳۵ع.

مولانا غلام محمد ملڪاڻي: وڏو عالم ۽ استاذالاساتذه، وينل ڳوٺ ملڪاڻي ضلعو دادو، ولادت ۱۸۶۰ع وفات۱۹۳۵ع.

پير علي اصغر شاهه "علي": پير صاحب پاڳاري حزب الله شاهه (تخت ڌڻي) جو ٽيون نمبر فرزند، ولادت ۱۸۶۱ع، وفات ۱۹۳۵ع.

مولانا محمد عثمان "قراني": ولد حافظ ڄام، ذات پنهور، وينل ڳوٺ ڊينگاڻ پر ڳڙي، ضلعو ٿرپارڪر، ولادت ۱۸۷۹ع، وفات ۱۹۳۶ع.

آغا غلام نبي صوفي: ولد آغا گل حسن دراني پٺاڻ، وينل شڪارپور، درازا درگاهه جي سائين سخي قبول محمد دوئم جو مريد، ولادت ۱۸۸۹ع، وفات ۱۹۳۸ع.

هدايت علي نجفي تارڪ: ولد فقير الهداد، ذات تونيه وينل ڳوٺ لعلو رانڪ، ضلعو لاڙڪاڻو، ولادت ۱۸۸۹۴ع، وفات ۱۹۳۹ع.

صفي الله "فدا": شڪارپور جي علوي خاندان مان، والد جو نالو مولانا مير امين الله، ولادت ۱۸۸۷ع، وفات ۱۹۴۱ع.

مولانا محمد عاقل عاقلي: ولد آخوند الله ڏنو سومرو، وينل ڳوٺ عاقل ضلعو لاڙڪاڻو، ولادت ۱۸۵۱ع، وفات ۱۹۴۱ع.

علي محمد قادري: ولد بهاؤالدين قادري، وينل لاڙڪاڻو وفات ۱۹۴۱ع، عروضي شاعري ۽ مشاعرن کي ترقي ڏيندڙ.

آسورام "آسو": ولد ڏاندو رام وينل هالا پراڻا، جنم ۱۸۵۴ع، ديهانت ۱۹۴۱ع.

حافظ نوح پنهور: ولد محمد عمر، وينل غلام پنهور ضلعو دادو، ولادت ۱۹۱۸ع، وفات ۱۹۴۲ع.